# ڪيرٿر جي شهزادي - گورک ٽڪري

**(Princess of Khirthar - Gorakh Hill)**

**عمر سومرو**

مٿئين پاسي اچي چُن-پٿر جو هجڻ ڪري سِينڌ وٺان ڪير جي ٿريءَ جهڙو اچو لڳندڙ جبل ڪيرٿر (ڪير + ٿر) ماهرن جي چوڻ مطابق 36 کان 33 مِلين (ٽي ڪروڙ سٺ لک کان ٽي ڪروڙ ٽيهہ لک) سال آڳاٽي جوڙ آهي.

چيو وڃي ٿو تہ ويهہ لک سال اڳ Tethys sea (ٽيٿس) نالي هڪ سمنڊ هو، جيڪو ميڪسيڪو کان پاڪستان تائين هو ۽ ڪيرٿر جبل انهي هيٺ ٻڏل هو.

ڪراچيءَ کان اٽڪل 400 ڪلوميٽرن ۽ دادو شهر کان اتر-اولهہ پاسي 94 ڪلوميٽرن (58 ميلن) جي پنڌ تي موجود گورک چوٽي دادو ضلعي جي تعلقي جوهيءَ ۾ سنڌ ۽ بلوچستان جي دنگ تي ڪيرٿر جبل جي 5688 فٽ (1734 ميٽر) اوچي چوٽي آهي.

گورک جي سرڪاري طور جاٽايل اوچائي 5،700 فٽ آهي، پر اها چوٽيءَ جي اوچائي آهي، جنهن تائين پهچڻ اٽانگو آهي ۽ سنؤ پوئنو 4،300 فٽ اوچائيءَ تي آهي، جتي جاين ۽ زميني منظر لاءِ 430 ايڪڙ ايراضي آهي. ايتري ئي اوچائيءَ تي ڪوئيٽا آهي.

گورک چوٽيءَ تي سڌي زمين 2 ايڪڙن کان مٿي ڪانهي ۽ سا بہ هِڪَ ڪَرِي يا سڌي نہ. گورک چوٽيءَ کان هيٺ ڪوڙ سارا وڏا ۽ سڌا پوئنا آهن.

هڪ راءِ مطابق هي ماٿ اٽڪل 2400 ايڪڙ (10 چورس ڪلوميٽر) پوئني تي پکڙيل جنهن مان 2340 ايڪڙ سنڌ ۽ 1060 ايڪڙ بلوچستان ۾ آهن.

مٿاهون هجڻ ڪري هتي گرمي پد سڄو سال گهٽ رهي ٿو.

گورک چوٽيءَ تي ڪڏهن ڪڏهن سياري ۾ برف پوندي آهي، جيئن 2015 ۾ پئي ٿيو.

يونءِ پارڪُن ۽ ماحوليات/موسميات جي ڄاڻُن جي چوڻ مطابق ڪينجي، سِيتا، مزراٽي ۽ گاج نئيُن جا U شڪل جا وهڪرا پڌرو ڪن ٿا تہ 20،000 سال اڳ کان 10،000 سال اڳ تائين گورک ويجهو لاڙڪاڻي توڻي دادو ٻنهي ضلعن ۾ ٽڪرن جي مٿان برف جون سِرڪندڙ ڇپون يا گليشيئر هئا.

گورک چوٽي گاج نئن جي ڏکڻ پاسي وارين چوٽين مان سيني کان مٿاهين آهي.

سنڌ ۾ سڀ کان اوچي چوٽي دبلائي (بندي جي قبر؟) آهي، جنهن جي اوچائي 7،122 فٽ سمنڊ جي سنوت کان مٿي آهي. هيءَ اوچائي زيارت (8346 فٽ يا 2543 ميٽر) ۽ مري (7517 فٽ يا 2912 ميٽر) جي اوچائي سان ڀيٽي سگهجي ٿي.

پراڻن جُڳن ۾ گورک چوٽيءَ کي مشهوري ان ڪري ملي تہ اها گرو گورکنات جو آستان ٻڌائي وئي ۽ سنڌ جا صوفي ۽ ڀڳت ان کي آدر ڏيندا آيا آهن. نئين جُڳ جي سنڌين اهو نالو شاهہ لطيف جي بيتن مان ڪنيو. گرو گورکنات ناٿ جوڳين جي سلسلي ئوناٿن منجهان ٻيون نمبر چيو وڃي ٿو. گورکنات کي ڪَنَ ڦاڙَ (ڪَنَ چيرَ، ڪن وَٽيا) جوڳين جو وڏو سمجهيو وڃي ٿو. ئوناٿن منجهان پنجين نمبر ڳهٽِيناٿ عرف غيبي پير جي نالي سان هڪ ماڳ ڄامشوري ضلعي جي ٿاڻي بولا خان تعلقي ۾ آهي ۽ ڇهين نمبر ڀرٿري ناٿ يا راجا ڀرٿري جو آستان سيوهڻ ٻڌايو وڃي ٿو. چون ٿا تہ ورهاڱي کان اڳ هندو جوڳي هن آستان تي عام ايندا رهندا هئا.

چيو وڃي ٿو تہ نيپال جي گورکا ضلعي ۾ ڄميل گرو گورگنات نيپال، افغانستان، بلوچستان، سنڌ، پنجاب، اتر پرديش، اتراکنڊ، آسام، بنگال، اوڙيشا، ڪانياواڙ، مهاراشٽر، ڪرٽاٽڪ ۽ ويندي سري لنڪا بہ ويو هو ۽ سندس سماڌي يا مزار ڪانياواڙ (گجرات) ۾ آهي.

سنڌ جي سرواڻ ثقافتي ۽ تاريخي ماڳ موهنجي دڙي مان يوگا يا جوڳ جون آڳاٽيون نشانيون مليون آهن. ان ليکي جوڳ کي سنڌ جي قديم ثقافت جي لاڳيتائپ چئي سگهجي ٿو.

ڪولاچي نئن بلوچستان جي بروهي جبل سلسلي مان نڪري بلوچستان مان 270 ڪلوميٽر (160 ميل) هلي لوڙهہ نالي سوڙهي چور لڪ مان گجگار ڪندي ٽپي سنڌ ۾ گهڙي ٿاڪ ڪُنب ۾ پوي ٿي. ٿاڪ ڪنب اٽڪل 70 فٽ اونهو ۽ گهٽ ۾ گهٽ 2 ايڪڙن تي پکڙيل آهي. ڪنب جي معنيٰ آهي پيالو. هتي هن نئن جو نالو مٽجي گاج ٿي وڃي ٿو. گاج سنڌي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي گجگار يا گجگوڙ يا ان سان پيدا ٿيندڙ گج. گاج اڳتي وڌيڪ 90 ڪلوميٽر هلي منڇر ڍنڍ ۾ وڃي چوڙ ڪري ٿي، جتان ان جو پاڻي اڙل رستي سنڌوءَ ڏانهن پڻ ويندو آهي. لوڙهہ چور لڪ سنڌ ۽ بلوچستان جو قدرتي دنگ آهي، جتان سنڌ ۽ بلوچستان وچ ۾ آڳاٽن جُڳن کان لڏپلاڻ ۽ واپار لاءِ اچ وڃ ٿيندي رهندي آهي ۽ اڄ بہ جاري آهي. گورک چوٽي هن چور لڪ جي ڏکڻ ۾ آهي.

گورک ڏانهن ويندي واٽ تي تيرٿ ڪُنب نالي هڪڙو ٻيو ڌرمي ماڳ آهي. ڪنب جي مٿان ٽڪريءَ تي هڪ ننڍڙو مندر هو، جتي هندو عام ايندا هئا ۽ هر سال ڦڳڻ مهيني جي 21 کان 27 تاريخ تائين 7 ڏينهن ڌرمي رسمون ڪندا هئا. هاڻ اهو مندر شايد ميسارجي چڪو آهي. عظيم محقق ناني گوپال مجمدر کي تيرٿ ڪنب ويجهو نومبر 1938 ۾ ماريو ويو هو. بنگالي آثار پارکُو مجمدر کي سنڌ جا پراڻا آثار ڳولي لهندڙ ۽ انهن جي سوڌ ڪندڙ پهريون محقق مڃيو وڃي ٿو.

هنوقت گورک جي ڀرپاسي آباد مقامي بلوچ آباديءَ جو چوڻ آهي تہ گورک ٽڪريءَ ۽ ان جي ڀرپاسي بگهڙن جي جُوءِ هئي، تنهنڪري ماڳ تي اهو نالو پيو، جيڪو بلوچي لفظ ”گُرک“ جي بگڙيل شڪل آهي، جڏهن تہ اهو بلوچي لفظ پاڻ وري فارسي لفظ ”گُرگ“ جي بگڙيل شڪل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي بگهڙ. هيءَ روايت ڪا سچر ۽ ڪجهہ ئي سال اڳ جي گهڙيل لڳي ٿي، ڇاڪاڻ تہ مشهور جاکوڙي محقق تاج صحرائي پنهنجي 1997 ۾ ڇپيل ڪتاب ”منڇر ليڪ“ ۾ اهڙي ڪا ڳالهہ ناهي ڪئي ۽ نہ ئي وري پلوڙ سنڌ پارکُو ايم ايڇ پنهور 1973 ۾ سنڌ ڪوارٽرلي ۾ ڇپيل پنهنجي ليک ”هِل اسٽيشن اِن دي ڪيرٿر رينج آف سنڌ“ ۾ ڪا اهڙي ڳالهہ ڪئي آهي.

ائين ٿي ئي نٿو سگهي تہ اهڙي ڪا ڳالهہ هجي ۽ هي بئي ناميارا محقق انهي ڪان اڻڄاڻ رهيا هجن.

گاج نئن ۾ لڳ ڀڳ سڄو سال پاڻي هوندو آهي، سواءِ ڪڏهن ڪڏهن سال جي ٻن مهينن مئي ڪان جولاءِ تائين جي، جڏهن اها سڪل هوندي آهي. نئن هر 20 سالن ۾ هڪڙو ڀيرو تمام گهڻو پاڻي آڻيندي آهي، تڏهن سندس نيڪر 100،000 ڪيوسڪن ڪان بہ وڌيڪ ٿي ويندو آهي ۽ سڄي جوهي تعلقي ۽ دادو، سيوهڻ ۽ خيرپور ناٿن شاهہ تعلقن جي ڪجھ ڀاڱن کي ٻوڙي ڇڏيندي آهي. ائين 1956 ۽ 1977 ۾ ٿيو هو. منجهانئس وهندڙ پاڻي جي رفتار ۽ طاقت ايتري هوندي آهي جو پٿر جي وڏين ڇپن کي لوڙهي ويندو آهي. انهي جي ڪري گورک ڏانهن ويندڙ روڊ بند ٿي سگهي ٿو ۽ بلڪل لڙهي بہ سگهي ٿو. گورک تائين پهچڻ جو پنڌ گهٽائڻ لاءِ گاج اُڪري ان جي ساڄي پَر تي وڃڻو پوي ٿو جيڪو مينهن جي مند ۾ ڏکيو ٿي پوندو. گاج مٿان موري وڏو خرچ ڪائيندي ۽ جيڪڏهن ڪاٻي پَر تي روڊ ناهجي تہ پنڌ وڏي ويندو.

2011 ۾ گهومڙائن گورک تي وڃڻ بند ڪري ڇڏيو. ڪارڻ هو واهي پانڌيءَ کان گورک ڏانهن ويندڙ روڊ جي 25 ڪلوميٽر ٽڪري کي پهتل نقصان. روڊ جي 4 مورين کي نقصان پهتو ۽ بجليءَ جا 20 ٿنڀا لڙهي ويا، جنهنڪري بجليءَ جو نظام ڪم ڇڏي ويو. روڊ جي ڏکئي وڪڙ ڪاول لَڪ ۽ ٻين هنڌن تي وڏيون ڇپون اچي ويون ۽ ماڳ ڏانهن ويندڙ گس اچ وڃ جهڙو نہ رهيو. نئن هينگڻ ۽ نئن گاج ڪان ماڳ ڏانهن پاڻي نيئندڙ پائيپ هنڌان هنڌان ڀڃي پيا.

هتي ماحولياتي گدلاڻ لڳ ڀڳ نہ برابر آهي.

ماڳ ڏانهن ويندي واٽ تي سڌا پونا، اُيڪپريون ۽ سوليون لاهونديون ۽ نئيون اچن ٿيون.

گورک ۽ ڀرپاسي چوٽين تي ٿيندڙ وڻن ۾ پنهنجي مُنهن ٿيندڙ ڪنڊي، بادام، اخروٽ، ڄمون، ڪَهُو، ڀِپر، شاهہ بلوط، انجير، ڏاڙهون شامل آهن.

مٿانهين جاين تي پِيش عام ٿئي ٿي ۽ چوٽيءَ ويجهو ڪَهوءَ جا وڻ جام ٿين ٿا. جبل جون مايون پيش مان واڻ وٽينديون آهن ۽ تڏا، تنئوريون ۽ ٻُهٽا ناهينديون آهن، جيڪي گڏهن ۽ اٺن وغيره تي ويجهن شهرن ڏانهن نِيئي وڃي وِڪيا ويندا آهن. انهن جي آٽڻ نيئڻ لاءِ ڪم ايندڙ رستن کي مشهور محقق لئبرڪ ”پيش واٽون“ سڏيو آهي.

ڀرپاسي ڊراماهو سڏجندڙ ڪانڊيري نموني ننڍو ٻوٽو عام ٿئي ٿو. ٻين ٻوٽن ۾ ڪانڊيرِي، شينهر ۽ پنِير بہ عام ٿين ٿا. هي سڀ ٻوٽا صدين ڪان سنڌ ۾ ديسي علاج ۾ ڪم ايندا رهيا آهن.

گورک ڏانهن ويندي واٽ تي اٽڪل 945 فٽن جي اوچائيءَ تي نئن جي تري ۾ اٽڪل 2 ڪلوميٽرن تي پکڙيل هڪ ماٿري آهي جنهن ۾ لوهيڙي جا گهاٽا وڻ آهن. مُند تي لوهيڙي جا پيلا ۽ نارنگي گل ڏاڍا سهڻا لڳندا آهن، جن تي پکين ۽ جيتن جا ولر اچي مڙندا آهن.

گورک جي ڀرپاسي ڄَمُورو، گاج، ٽاڪ، هينگڻ، ڇنگاٽي، ڪاشاٽي ۽ گاج مول نالي گرم پاڻيءَ جا چشما آهن.

نئيُن ۽ چشمن مان ملندڙ پاڻيءَ تي ڀرپاسي جا ڪڙمي ڪڻڪ، ونگا يا ڪيرا، ٽماٽا، بصر، ڪدو ۽ مرچ ڪاهن ٿا.

علائقو معدنيات سان ڀريل آهي. گورک جي ڀرپاسي فاسلز يا پٿر پاڻ تي ويل شيون ملن ٿيون.
ماهرن جي گڏ ڪيل ڄاڻ مطابق سنڌ جي جن علائقن ۾ انسان سڀ کان اڳ ميسولِٿڪ ثقافت يعني جانور ڌارڻ ۽ نيولِٿڪ ثقافت يعني پوک ڪرڻ شروع ڪيو انهن ۾ هي علائقو شامل آهي.
هن علائقي ۾ ڪيترائي آڳاٽا آثار آهن جيڪي ويندي 8،500 سالن تائين آڳاٽا ٿي سگهن ٿا.
آڳاٽن جُڳن ڪانوٺي ڪراچي، ديبل ۽ ٺٽي کان واپاري واٽون ڪوهستان ٽڪرين مان ٿينديون وچولي ۽ اتر سنڌ تائين ۽ اتان اڳتي پنجاب ۽ افغانستان تائين وينديون هيون، جيڪي 1876 ۾ ڪوٽڙيءَ کان شڪارپور تائين ريل پوڻ ڪانپوءِ ڦٽي ويون. هي واٽون انهن جُڳن ۾ اڄڪلهه وڏي مشهوري ماڻيندڙ ”پاڪ-چين واپاري واٽ“ (Pak-China Economic Corridor) جو ڪم ڏينديون هيون.
کيرٿر جي چوٽي ڏاڙهيارو سروي آف انڊيا وارن ڳولي لڌي هئي.
انگريز 1860 کان ڏاڙهياري (تعلقو قمبر) کي وِندر ورونهن جو جابلو ماڳ ناهڻ جي ڪوشش ڪندا رهيا. سينيئر انگريز عملدارن ان جا دورا پڻ ڪيا. آخري دورو ڪمشنر اِن سنڌ مسٽر لُوڪَس ڪيو ۽ نوٽ بہ لکيائين تہ: ”اڄڪلهه جي هوائي اُڏامن واري دور ۾ هن ماڳ تائين پهچڻ سولو ٿيندو“.
ڏاڙهياري کي گورک تي ترجيح ڏيڻ جا سبب هي هئا:
گورک جي پوٺي جي اوچائي 4،300 فٽ جڏهن تہ ڏاڙهياري جي 5،700 کان 6،500 فٽ هئي.
گورک جي زمين پٿريلي، روڙيءَ واري ۽ وارياسي هئي جڏهن تہ ڏاڙهياري جي لَٽياسي ۽ هلڪي وارياسي.
گورک تي جاين ۽ زميني منظر لاءِ ايراضي 430 ايڪڙ جڏهن تہ ڏاڙهياري تي 5،850 ايڪڙ سنڌ ۽ 650 ايڪڙ بلوچستان ۾ هئي.
جر جي پاڻيءَ جا امڪان بنهي هنڌ ڪونہ هئا.
گورک لاءِ پاڻيءَ جو ويجهي ۾ ويجهو ذريعو 20 ميل پنڌ تي گاج چور لڪ هو جتان گهٽ مقدار ۾ پاڻي ملي سگهي ٿو ۽ اهو ڪڏهن ڪڏهن سال جا بہ مهينا مئي کان جولاءِ تائين سڪل هوندو آهي، جڏهن تہ ڏاڙهياري تي مينهن جو پوٺي تان وهي ويندڙ پاڻي گڏ ڪري سگهجي ٿو جيڪو ختم ٿي سگهي ٿو پر جيڪڏهن کوٽائيءَ سان کو ذخيرو هٿ لڳي وڃي تہ چڱو ڪم ڏئي سگهي ٿو.
گورک کي ويجهي ۾ ويجهي ذريعي جي پاڻيءَ ۾ مينهن جي مند کي ڇڏي سال جو گهڻو ڀاڱو لوڻياٺ هوندا آهن، جڏهن تہ ڏاڙهياري جو پاڻي لوڻ کان آجو آهي.
گورک لاءِ پاڻي 15 کان 20 ميل پري کان ۽ اٽڪل 4،000 فٽ مٿي نيئڻو پوندو، جڏهن تہ ڏاڙهياري لاءِ پري کان پري ٽن ميلن جي پنڌ تان ۽ وڌ ۾ وڌ ڪجهہ سو فٽ مٿي نيئڻو پوندو.
گورک ڏانهن ويندڙ روڊ بند ٿي سگهي ٿو ۽ بلڪل لڙهي بہ سگهي ٿو. مينهن جي مند ۾ گاج جي ساڄي پَر تي پهچڻ ڏکيو ٿي پوندو. گاج مٿان موري وڏو خرچ ڪائيندي ۽ جيڪڏهن کابي پَر تي روڊ ناهجي تہ پنڌ وڏي ويندو، جڏهن تہ ڏاڙهياري لاءِ اهڙو ڪو مسئلو نہ ٿيندو، ڇو تہ مزراڻي ۽

سيتا نئيون نديڙيون آهن ۽ هلڪن ڦلڪن گسن رستي به هر وقت ويندي مينهن جي مند ۾ به ٽپي سگهجن ٿيون.

گاج نئن هر 20 سالن ۾ هڪڙو ڀيرو تمام گهڻو پاڻي آڻيندي آهي ۽ سڄي جوهي تعلقي ۽ دادو، سيوهڻ ۽ خيرپور ناٿن شاهه تعلقن جي ڪجهه ڀاڱن کي ٻوڙي ڇڏيندي آهي. ائين 1956 ۽ 1977 ۾ ٿيو. ائين ٿيڻ سان ماڳ ٻين علائقن کان ڪٽجي ويندو. جڏهن ته ڏاڙهياري ڏانهن ويندڙ واٽ ۾ ڪٽي به اهڙو ڪو خطرو ڪونهي.

گورک جي سرڪاري طور ڄاڻايل اوچائي 5،700 فٽ آهي، پر اها چوٽيءَ جي اوچائي آهي، جنهن تائين پهچڻ اڻانگو آهي ۽ پونو 4،300 فٽ اوچائيءَ تي آهي جيتري اوچائيءَ تي ڪوئيٽا آهي. جڏهن ته ڏاڙهياري جي سرڪاري طور ڄاڻايل اوچائي 6،500 فٽ آهي، پر پوني جي لاهوندي 6،500 ۽ 5،700 فٽن جي وچ تي آهي. 2 ميل پنڌ تي ڪتي جي قبر 6،800 فٽ اوچائيءَ تي آهي. اها مري ۽ زيارت کان ٿورڙي گهٽ اوچائيءَ تي آهي.

گورک ڏانهن ويندي ڪاول لڪ ٽپندي ئي ٿڌي هوا لڳڻ شروع ٿي ويندي آهي.

نئن گاج-ڪولاچي بلوچستان کان سنڌ ۾ سوڙهو چور لڪ ٽاڪ ٽپي گهڙي ٿي. نئن گاج جو ترو لوڙهه لَڪ وٽان سنڌ ۽ بلوچستان وچ ۾ اچ وڃ جي قديم گسن يا واٽن منجهان هڪ اهم واٽ رهيو آهي جتان سنڌي، بلوچي توڙي بروهي مسافر، گهومڙائو، واپاري ۽ تيرٿ ياتري آڳاٽن جُڳن کان ايندا ويندا رهيا آهن.

گورک جي ڀرپاسي ڪوڙ سارا پراڻا ۽ تاريخي ماڳ آهن. ماڳ ڏانهن ويندي واٽ تي تاريخ کان اڳ جون ٺڪرن تي اُڪرون، چِٽسالي، ڪافر ڪوٽ ۽ زرتشتن جون قبرون ڏسي سگهجن ٿيون.

گاج ۾ چوڙ ڪندڙ شڪلوئي ڊوري ويجهو پٿر تي اُڪرن وارو مشهور ماڳ ”چِٽي“ آهي، جتي پٿر تي تاريخ کان اڳ، ڪِنجهي جُڳ ۽ تاريخي جُڳن جون اُڪرون آهن. چِٽي جي معنيٰ آهي چِٽسالي. هي ماڳ نئن گاج کان 2 ڪلوميٽر ڏکڻ پاسي آهي. هتي سَرهه، جهنگلي ٻڪرين، ٻلي نسل جي جانورن جهڙوڪ واگهه (ليپرڊ)، ڊِگِن، تيرن ۽ ڏڦن سان شڪار ڪندڙ شڪارين، تلوارون ۽ ڍالون ڪٽي بيٺل جوڌن، انن ۽ گهوڙن تي سوار ويڙهاڪن، سَمهه هڻندڙن يا ڏرمي ناچ ڪندڙن ۽ ٻوڌي ٺُلن جا چِٽ اُڪريل آهن.

2004 ۾ گورک روڊ نهڻ کان اڳ گورک ڏانهن وڃڻ لاءِ واٽ جو ڪم شڪلوئي ڊورو ۽ فاذگر ڊوري ڏيندا رهيا آهن. مسافر، گهومڙائو، واپاري، تيرٿ ياتري ۽ ڏنار سانوڻين ۾ شڪلوئي ڊوري رستي مال ڪاهي گورک تي ايندا ويندا رهيا آهن ۽ اڄ به اچن وڃن ٿا.

گورک چوٽي گاج جي ڏکڻ پاسي وارين چوٽين مان سيني کان مٿاهين آهي. انهي پاسي ٻيون نمبر اوچي چوٽي شڪلوئي آهي، جيڪا گورک کان اتر پاسي اهي. ٻنهي چوٽين جي وچ تي شڪلوئي لڪ آهي. ٽين چوٽي ممٿال آهي. ممٿال گورک کان هيٺان آهي ۽ گورک ڏانهن ويندڙ واٽ اتان ٿيندي لنگهي ٿي. ممٿال کان هيٺان هڪ هيٺاهين ۽ ننڍي چوٽي ٽِڙ-چوٽي آهي.

نئن هينگڻ گورک کان ڏکڻ ۾ 4 ميلن (ساڍا 6 ڪلوميٽرن) جي پنڌ تي وهي ٿي. هن نئن ۾ سڄو سال ٿورو گهڻو پاڻي وهندو رهندو آهي. اها 50-60 ايڪڙ آباد ڪندي آهي. هتي ڪٽڪ، تِر ۽ ٻيا

تيلي ٻج ڪاهيا ويندا آهن. هتي بادام، انجير، جمون ۽ شاهه بلوط جا وڻ پنهنجي مُنهن ٿين ٿا. هنن چوٽين ۾ لاهوندين تي پپر، لوهيڙي، ڪَهُو، لئِي ۽ ڏاڙهونءَ جا ون عام ٿين ٿا. چوٽيءَ جي چوڌاري ٿن ڪان چئن ميلن جي پکيڙ ۾ موجود پوٺن تي ڪيترائي قدرتي تلاءَ يا چشما آهن. انهن منجهان ڪجهه اهم تلاءَ جمُورو، چنگاٽي، ڪاشاٽي ۽ گاج مول آهن. انهن م مينهن جو پاڻي گڏ ٿيندو اهي، جيڪو جبل جا ماڻهو پيئڻ ۽ پوک وغيره لاءِ ڪم آنيندا آهن. جبل جا لڳ ڀڳ سمورا ماڻهو سياري ۾ هيٺ سِنڌ پَٽن ڏانهن هليا ويندا آهن.

گورک چوٽيءَ جي اولهه پاسي هڪ ننڍي چوٽي جمُورو آهي. جمورو ڳوٺ جموري لڪ کان 16 ميلن جي پنڌ تي اولهه پاسي آهي ۽ جمورو ماٿري بلوچستان ۾ آهي. هن ماٿريءَ ڪجي (ڪتل)، جمون، سَرَ ۽ پيش جام ٿيندا آهن. جمورو ماٿري گاج جي ساڄي ڪنڌيءَ تي آهي، جتان اها سنڌ ۾ گهڙي ٿي. ڪابي پاسي هڪ ويڪري ۽ ڪليل ماٿري پِٽ-رَڙ آهي. پِٽ-رَڙ ماٿريءَ جي وچان ساڳئي نالي سان ڪيرٿر ۾ هڪ لڪ به آهي.

نئن گاج جي اترئين پاسي هڪڙي چوٽي آهي ڪچراڪ. اها سمنڊ جي سنوت کان لڳ ڀڳ 5،000 فٽ مٿي آهي. اها ڪيرٿر جبل جي انتهائي سهڻي ۽ هرپاسي نظارو پسائيندڙ چوٽي ۽ ماٿري آهي. ماٿري 500 ايڪڙ سڌي زمين تي پکڙيل آهي. چڪورو نئن ماٿريءَ مان لنگهي ٿي ۽ انهي کي اُپائُو، سائو ۽ سهڻو بنائي ٿي. هن ماٿريءَ کي به سڏاري هڪ وٽندڙ گهمڻ جوڳو جابلو ماڳ بڻائي سگهجي ٿو. هن تائين پهچڻ به گورک جي پيٺ ۾ گهڻو سولو آهي.

پاڪستان حڪومت گورک جي سڌاري جو ڪم 1952 ۾ شروع ڪيو هو، جيڪو اڄ تائين رکي رکي هلندو پيو اچي.

جيئن تيرهين صديءَ ۾ مرند، آذربائيجان جي رهاڪو محمد عثمان پنهنجو ديس علي اشرفيءَ هٿان فتح ٿيڻ ڪانپوءِ لاچاريءَ ۾ ڇڏي، ڏِڪجندو، ٿيلهبو، دربدر ٿيندو ۽ نيٺ قلندر سڏائي سنڌ ۾ پير پائي، سنڌ تہ ڇا پر سڄي پاڪستان جي سڀ کان آڳاٽي وسيل ۽ پَرتَري ناٿ يا راجا پَرتَري جي آستان واري شهر سيوهڻ ۾ خانقاهه ناهي، خليفن ۽ مريدن جي مدد سان ماڻهن کي ديوَن ۽ پرين جي ڪوڙن قصن ۾ ڀُلائي، شهر تي قبضو ڪري ورتو هو، جيڪو ست صديون لنگهي وڃڻ ڪانپوءِ به اڄ تائين هلي پيو ۽ اتي نشيدار شيون وڪڻڻ جي اڻ ورهايل بادشاهي اڄ به انهي جي ئي خليفن ۽ مريدن وٽ آهي، تيئن طالبان هٿ پنهنجو ديس وڃائي، دربدر ٿي اچي اورنگي ڪراچيءَ ۾ پرايون زمينون قبائي خانقاهه ناهي وينل هڪ پناڻ پير ڪجهه سال اڳ خواب ۾ مليل بشارت جو ڪوڙو سانگ رچائي گورک چوٽيءَ ڏانهن ويندڙ رستي تي هڪ هنڌ ڪجهه زمين تي خانقاهه ناهي قبائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر سنڌ جي هلندڙ وقت جي ”پيران پير“ (جيڪو اڄڪلهه پِيرن، ميرن ۽ وڏن وڏن قبضاگيرن کي پنهنجي پيرن هيٺان ڪيو وينو آهي) حضرت آصف علي زرداريءَ دَنوَڻ ڪونہ ڏنس ۽ سُتت ئي تڏا پَٽائي ڇڏيائينس.